# آسان سنڌي ڪتاب

## ڇهين ڪلاس لاءِ

سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ، ڄام شورو

# فهرست




نگران اعليٰ: • آغا سهيل احمد
چيئرمين، سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ

نگران: • اويس ڀٽو

ليکڪ: • ميمڻ غلام مصطفيٰ
• مس عزيزه سومرو

ايڊيٽرَ: • ڊاڪٽر غلام علي الانا
• محمد بچل ميمڻ
• اويس ڀٽو

نظرثاني: • ڊاڪٽر سيد محمد صالح شاهه

پروف ريڊر: • جمشيد احمد جوڻيجو

ڪمپيوٽر گرافڪس: • نورمحمد سميجو

ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ: • دانش ڀير

بسم الله

سَبق پهريون

# خدا جي وڏائي

اَوّلِ، الله عَلِيمُ، اَعليٰ، عالَمَ جو ڌَڻِي،
قادِرُ پنهنجي قدرت سِين، قائم آهي قدِيمُ،
والِي واحِدُ وَحدَہٗ، رازقِ رَبّ رَحيمُ،
سو ساراهِ سچو ڌڻي، چَئِي حَمد حَڪيمُ.
ڪري پاڻُ ڪَريمُ، جوڙون جوڙَ جهانَ جي.

- حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- شاهه صاحب هن بيت ۾ الله تعاليٰ جون ڪهڙيون صفتون بيان ڪيون آهن؟
2- الله تعاليٰ کي شاهه صاحب ٻين ڪهڙن نالن سان سڏيو آهي؟
3- هن جهان کي ڪنهن جوڙيو آهي؟

### (ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو:

عَلِيمُ – عالَم – رازق – حَڪِيمُ.

### (ج) خال ڀري بيت مڪمل ڪريو:

اَوَلِ، الله عَلِيم، ..............................................
.............................................. رازق رَبّ رَحِيمُ،
..............................................چَئِي حَمد حَڪيم.
ڪري پاڻ ڪَريم، ..........................................

سَبق ٻيو

# پاڻ سڳورن صَلي الله عَلَيه وآلهٖ وَسَلَّمَ جو دشمنن سان ورتاءُ

اسان جي پياري نَبِي سڳوري حضرت مُحَمُد صلي الله عَلَيه وآلهٖ وَسَلَّمَ جن، جڏهن عربن کي خدا جو پيغام پهچايو، تڏهن سڄي عربستان جا ماڻهو سندن دشمن ٿي پيا. مرد توڙي زالون، کين طرح طرح جون تڪليفون ڏيڻ لڳا.

اُنهن ڏينهن ۾ هڪ پوڙهي مائي، حضورؐ جن جي پاڙي ۾ رهندي هئي. هوءَ چا ڪندي هئي، جو سڄي گهر جو گند ڪچرو گڏ ڪري رکندي هئي ۽ جڏهن حضورؐ پاڪ جن بيت الله ڏانهن وڃڻ لاءِ اُتان لنگهندا هئا، تڏهن اهو گند سندن مٿان اُڇلائيندي هئي. ان ڪري پاڻ سڳورنؐ جا ڪپڙا خراب ٿي پوندا هئا.

هڪڙي ڏينهن، پاڻ سڳوراﷺ ان جاءِ وٽان اچي لنگهيا، پر ڪنهن بہ مٿن گند نہ اُڇلايو. حضورؐ جن دل ۾ خيال ڪيو، تہ پوڙهي مائي اڄ ڇو نظر نہ آئي؟ پڇا ڪرڻ تي اصحابن، حضورؐ جن کي ٻڌايو تہ اُها پوڙهي مائي بيمار ٿي پيئي آهي. اِهو ٻُڌي، پاڻ سڳوراﷺ يڪدم ان مائيءَ جي طبيعت پڇڻ لاءِ، سندس گهر ويا ۽ ڏاڍي محبت ۽ همدرديءَ سان اُن جي طبيعت پُڇيائون. پوڙهي مائي، حضور صلي الله عَلَيه وآلهٖ وَسَلَّمَ جن کي ڏسي، حيران ٿي ويئي ۽ پنهنجي روزاني حرڪت کي ياد ڪري، ڏاڍي شرمندي ٿي.

پاڻ سڳورنؐ جي، اهڙي سهڻي اخلاق جو، مائيءَ تي ايترو تہ اثر ٿيو. جو هوءَ بر وقت ڪلمو پڙهي مسلمان ٿي.

# مشق

## (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- عربستان جا ماڻهو حضورﷺ جن جا دشمن ڇو ٿي پيا هئا؟
2- پوڙهي عورت هر روز ڪهڙي حرڪت ڪندي هئي؟
3- حضورﷺ جن، ٻڍڙيءَ جي گهر ڇو ويا؟
4- مائيءَ کي ڪهڙي ڳالهه شرمندو ڪيو؟
5- حضورﷺ جن جي سهڻي اخلاق جو مائيءَ تي ڪهڙو اثر ٿيو؟

## (ب) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| دشمن | | خراب | |
|---|---|---|---|
| پوڙهي | | بيمار | |
| وڃڻ | | محبت | |

## (ج) هيٺيان لفظ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| پيغام | دشمن | ڪچرو | يڪدم | همدردي | شرمندي | اخلاق | ڪلمو |
|---|---|---|---|---|---|---|---|

سَبق ٽيون

# نعت

يا نبي ڪير توسان ڪري همسَري،
توکي ڪون و مڪان ۾ مِلي بَرتَرِي.

هر طرف ٿي وئي روشني روشني،
تنهنجي آمد سان شمع صداقت ٻَرِي.

جن جي مشڪل ۾ مشڪل ڪُشائي تو ڪئي،
هر مصيبت جي دريا منجهان ويا تَرِي.

سي اگها پڻ ڏٺيءَ در سَگها ٿي ويا،
جن تي هيڪر ڪرم جي نظر تو ڌَرِي.

تو ئي انسان کي انسان جي عظمت ڏني،
تو ئي لاٿي دلين تان غمن جي ڀَرِي.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- نَبِي ڪَرِيمُ صلي الله عَلَيه وآلهٖ وَسَلَّمَ جي آمد سان ڇا جي شمع ٻري؟
2- انسان کي انسان جي عظمت ڪنهن ڏني؟

(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو:

همسري – برتري – آمد – ڪون و مڪان

(ج) هيٺين لفظن جي سامهون انهن جا ضد لکو:

ٻَرِي – اگها – روشني – غمن

سَبق چوٿون

# لالچ بُرِي بَلا آهي

ڪنهن ڳوٺ ۾، هڪڙو غريب هاري رهندو هو. هو سڄو ڏينهن، جهنگ ۾ پکين کي ڦاسائڻ لاءِ رُلندو وتندو هو ۽ شام جو تڪجي، گهر واپس ايندو هو. اهڙيءَ طرح، ڦاسايل پکي وڪڻي پيو پنهنجي ٻچن جو پيٽ گذر ڪندو هو.

هڪڙي دفعي، سڄي ڏينهن جي ڊڪ ڊوڙ کان پوءِ، شام جو ڪيس هڪ هنس پکي هٿ لڳو. جيسين ڳوٺ پهتو، تيسين بازار بند ٿي ويئي. انهيءَ ڪري هنس پکيءَ کي هڪڙي ڪاري هينان پوري، پاڻ به سمهي پيو. صبح جو سوير اُٿي، سوچڻ لڳو ته، سوير ئي بازار ۾ وڃي، پکي وڪڻي، ڪاڏي جو ڪو بندوبست ڪريان. ڪارو مٿي ڪري، جيئن ئي، هنس کي ٻاهر ٿي ڪڍيائين، ته سندس نظر وڃي، هڪ چمڪندڙ شيءِ تي پيئي. هٿ ۾ کڻي ڏٺائين، ته اُها چمڪندڙ شيءِ، هڪ سونو آنو هو، جو هنس پکيءَ لاٿو هو.

ماري، اُهو آنو کڻي، بازار ۾ وڪڻڻ لاءِ ويو ۽ اُن جا ڪيس ڪافي پئسا مليا. اهڙيءَ طرح، هنس پکي هر روز هڪ سونو آنو لاهيندو هو، جو وڪڻي، مارِي مالدار ٿي پيو.

هڪڙي ڏينهن، ماريءَ دل ۾ خيال ڪيو، ته جڏهن سڄو ڏينهن ۽ رات انتظار ٿو ڪريان، تڏهن وڃي هڪڙو آنو ٿو مليم، تنهن ڪري ڇو نه هنس پکيءَ جو پيٽ چيري، سڀ آنا هڪ ئي وقت حاصل ڪريان ۽ گهڻو ناڻو ڪمائي وٺان. اهو خيال ڪري، هن هنس پکيءَ کي جهلي اُن جو پيٽ چيريو. جان ڪٽي ڏسي، ته مار! اُن ۾ ته آنن جو نشان ئي ڪونه هو. هُو ڏاڍو حيران ٿيو. ڏک به ڏاڍو ٿيس.

آنا به ڪونه مليس ۽ پکي به مري ويو. پاڻ تي افسوس ڪندي چوڻ لڳو، ته ”خدا منهنجي حالت تي رحم ڪيو، پر مون لالچ ۾ اچي، پاڻ کي برباد ڪري ڇڏيو.“ سِياڻن سچ چيو آهي ته ”لالچ بُري بَلا آهي.“

# مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1- ماريءَ جو پيٽ گذر ڪيئن ٿيندو هو؟
2- ماري ڪيئن مالدار ٿيو؟
3- گهڻي ناڻي ڪمائڻ لاءِ ماريءَ ڇا سوچيو؟
4- هنس پکيءَ جي پيٽ چيرڻ کان پوءِ ماريءَ کي ڇو افسوس ٿيو؟
5- سياڻن لالچ کي بُري بَلا ڇو سڏيو آهي؟

**(ب) هيٺين لفظن جا ضد لکو:**

غريب — سوير — برباد — ٻاهر — هيٺان.

**(ج) هيٺين لفظن مان جمع ۽ واحد الڳ ڪريو:**

ڪارو — آنا — بازاريون — شيءِ — رات.

**(د) ڪن به اٺن پکين جا نالا لکو:**

سَبق پنجون

# ٺــٽــو

ٺٽو، سنڌ جي پراڻن ۽ تاريخي شهرن منجهان هڪ آهي. ان کي هاڻوڪيءَ ڦٽل حالت ۾ ڏسي، اعتبار ئي نہ ٿو اچي، تہ ڪنهن زماني ۾ هيءُ شهر بہ، ڪو سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هوندو! هن شهر جي اوج جي خبر، انهن عمارتن مان پوي ٿي، جيڪي هن وقت قديم يادگار طور منجهس موجود آهن.

هن شهر ۾ ڪيتريون ئي پراڻيون مسجدون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون، جن مان ”شاهجهان مسجد“ هڪ مشهور مسجد آهي. هن مسجد کي سؤ گنبذن واري مسجد پڻ سڏيندا آهن. ڪاشيءَ جي رنگين ۽ سهڻين سِرن سان اهڙي نموني نهيل آهي، جو ائين پيو لڳي، تہ ڄڻ ڪنهن ڪاريگر تازو ويهي، اُن تي رنگن سان چٽسالي ڪئي آهي.

شهر کان ٻن ميلن جي مفاصلي تي، مڪلي ٽڪري آهي، جتي سنڌ جي ڪيترن ئي بادشاهن، اميرن، نوابن ۽ ولين جا مقبرا ۽ مزارون آهن. هرهڪ مقبري ۽ مزار تي، پٿر تي ٽيل اُڪر جي اعليٰ ڪاريگريءَ جا، بيشمار نمونا ڏسڻ ۾ ايندا. ڌار ڌار ملڪن جا سَياح سنڌ جو اهو قديم هنر ڏسي داد ڏيندا آهن.

ٺٽو، اٽڪل چار سؤ سال، يعني سن 1340ع کان 1739ع تائين، سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ رهيو آهي. هي شهر هر دؤر ۾ هنر، ڪاريگريءَ، واپار ۽ علم ادب جو مرڪز رهيو آهي. مٿس سمن حاڪمن، ارغون ۽ ترخان بادشاهن

۽ مغلن جي نوابن حڪومت ڪئي. انهن ڏينهن ۾ هي شهر، اسلامي علم ۽ ادب جو مرڪز ليکبو هو. هتي مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، مخدوم معين ٺٽوي، مير علي شير قانع جهڙا وڏا عالم ٿي گذريا آهن، جن جا نالا اڄ به دنيا ۾ مشهور آهن.

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- ٺٽي ۾ ڪهڙيون ڪهڙيون تاريخي جايون آهن؟
2- شاهجهان مسجد ڇا جي ڪري مشهور آهي؟
3- مڪلي ڇا ڪان مشهور آهي؟
4- ٺٽو دنيا ۾ ڇو مشهور آهي؟

### (ب) هيٺيان خال ڀريو:

1- شاهجهان مسجد ڪي.............................. واري مسجد به چئبو آهي.
2- ٺٽو.................................... سال سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ رهيو آهي.
3- ٺٽي جي ڀرسان................................ نالي ٽڪري آهي.

### (ج) هيٺين جملن مان اسم چونڊيو

1- ٺٽو سنڌونديءَ جي ويجهو هڪ قديم تاريخي شهر آهي.
2- مڪليءَ تي ڪيترن ئي بادشاهن، اميرن ۽ بزرگن جا مقبرا ۽ مزارون آهن.

سَبق ڇهون

# شهري شعور

**استاد:** ٻارو! اڄ اسين شهري شعور بابت پڙهنداسين. پهرين توهان مان ڪير ٻڌائيندو، تہ شهريءَ جي معنيٰ ڇا آهي؟

**احسان:** سائين، شهريءَ جي معنيٰ آهي: ڪنهن شهر جو رهاڪو.

**استاد:** ها پر، اها تہ شهريءَ جي عام معنيٰ آهي.

**طالب:** سائين، شهريءَ جي خاص معنيٰ ڪهڙي آهي؟

**استاد:** شهريءَ جي خاص معنيٰ آهي: ڪنهن ملڪ جا رهاڪو.

**سانوڻ:** سائين، جيئن اسين پاڪستان جا رهاڪو آهيون.

**استاد:** هائو، ان ڪري اسين پاڪستاني شهري آهيون.

**گلاب:** سائين، پهرين ڪري شهري شعور جي بہ معنيٰ ٻڌائيندا.

**استاد:** شهري شعور جي معنيٰ آهي: پنهنجي حقن ۽ فرضن جي واقفيت.

**طالب:** سائين، هڪ شهريءَ جا حق ڪهڙا آهن؟

**استاد:** علاج ۽ تعليم جي سهولت هر شهريءَ جو حق آهي. جائز روزگار بہ هُن جو حق آهي. شهريءَ جو اهو بہ حق آهي، تہ سندس جان ۽ مال جي حفاظت ڪئي وڃي. جماعت سازي ۽ ووٽ ڏيڻ بہ سندس حق آهي.

**سانوڻ:** سائين، هڪ شهريءَ جا فرض ڪهڙا آهن؟

**استاد:** ملڪ سان محبت ڪرڻ هر شهريءَ جو فرض آهي. هن جو اهو بہ فرض آهي، تہ ٻين ماڻهن جي جذبن جو احترام ڪري. هُن جو فرض آهي تہ، ووٽ جو صحيح استعمال ڪري. هُن کي ملڪي قانون جي پابندي ڪرڻي آهي. ٽئڪس ادا ڪرڻ بہ هُن جو فرض آهي. جنهن ڳوٺ يا شهر ۾ رهي ٿو، اُن کي صاف سُٿرو رکڻ بہ هُن جو فرض آهي.

**احسان:** سائين، اهي تہ ڏاڍيون سنيون ڳالهيون آهن.

**استاد:** برابر، اهي ڳالهيون تہ سنيون آهن، پر انهن جو فائدو تڏهن ٿيندو، جڏهن انهن تي عمل ڪنداسين.

**گلاب:** سائين، اسين انهن ڳالهين تي عمل ڪنداسين.

**استاد:** شاباس، انهن ڳالهين تي عمل ڪرڻ سان ئي اسين سٺا شهري سڏباسين. ائين اسان جو ملڪ بہ ترقي ڪندو.

## مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1- شهريءَ جي عام معنيٰ ڇا آهي؟
2- شهريءَ جي خاص معنيٰ ڇا آهي؟
3- اُنهن سنين ڳالهين مان فائدو ڪڏهن ٿيندو؟
4- انهن ڳالهين تي عمل ڪرڻ سان ڪهڙي ترقي ٿيندي؟

**(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

| شعور | رهاڪو | جماعت سازي | فرض | شهري |
|---|---|---|---|---|

سَبق ستون

# حضرت عمر بن عبدالعزيز رحمة الله عليه

حضرت عمر بن عبدالعزيز رحمة الله عليه بنو اُميّہ خاندان مان، هڪ مشهور ۽ نيڪ خليفو ٿي گذريو آهي. خليفي ٿيڻ کان اڳ، پاڻ انتهائي آرام ۽ آسائش واري زندگي گذاريندو هو. ڪيس جيڪو بہ وظيفو ملندو هو، سو پنهنجي آرام ۽ آسائش تي خرچ ڪري ڇڏيندو هو.

خليفي ٿيڻ کان پوءِ، هن جي طبيعت ۾ تمام وڏي تبديلي اچي ويئي. پاڻ ڏاڍو سادو گذارڻ لڳو ۽ ماڻهن سان بہ تمام سهڻي سلوڪ سان پيش اچڻ لڳو.

ڳالهہ ڪندا آهن، تہ پاڻ ڪنهن امير کي چوائي موڪليائين تہ، اسان وٽ جلد اچو، جو توهان کي هڪڙي ملڪ جو نواب مقرر ڪيو اٿئون.

امير، انهيءَ پيغام ملڻ تي، ڏاڍو خوش ٿيو ۽ جهٽ پٽ اچي حاضر ٿيو؛ پر چا ڏسي، تہ خليفو پنهنجن ٻارن سان وينو راند ڪري. اهو ڏسي، ڏاڍو عجب لڳس. خليفي کي چيائين، تہ "سائين گستاخي معاف! اوهين ملڪ جا والي، سو ٻارن سان ڪيئن وينا راند ڪريو! ڪٿي اوهين، ڪٿي ٻارن سان راند! آءٌ تہ پنهنجي ٻارن کي، اڳيان اچڻ بہ نہ ڏيندو آهيان. ڪنهن کي همت نہ ٿيندي آهي، جو منهنجي اڳيان اچي، ڪو اکر بہ ڳالهائي سگهي."

حضرت عمر بن عبدالعزيز رحمة الله عليه، کي امير جي اها ڳالهہ ڏاڍي ڏکي لڳي، کيس چيائين تہ "تون اسان جي ڪم جو نہ آهين، جنهن شخص کي پنهنجي ٻارن سان پيار نہ آهي، سو رعيت سان ڪهڙو سلوڪ ڪندو! تو جهڙي ماڻهوءَ مان رعيت کي سک ملڻ جي اُميد ڪرڻ اجائي آهي. هاڻي موٽي وڃ. اسان کي تنهنجي ضرورت نہ آهي."

# مشق

## (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- حضرت عمر بن عبدالعزيز رحمة الله عليه، ڪهڙي خاندان مان هو؟
2- خليفي ٿيڻ کان اڳ، پاڻ ڪهڙي طرح رهندو هو؟
3- حضرت عمر بن عبدالعزيز رحمة الله عليه، امير کي ڇو سڏايو؟
4- امير جڏهن خليفي وٽ آيو، تڏهن ڇا ڏٺائين؟
5- ٻارن سان راند ڪرڻ تان امير ڪيس ڇا چيو؟
6- پاڻ، امير کي ڪهڙو جواب ڏنائين؟

## (ب) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| امير | | سادو | |
|---|---|---|---|
| رعيت | | اجائي | |
| سُک | | نيڪ | |

## (ج) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو:

| خاندان | آرام | تبديلي | والي | سلوڪ |
|---|---|---|---|---|

سَبق اَٺون

# محنت

زماني ۾ نالو، وڏائي ٿي محنت،
ترقيءَ جا نغما، ٻڌائي ٿي محنت.

ڪُنجي ڪاميابيءَ جي، آهي اهائِي،
جو منزل تي آخر، رسائي ٿي محنت.

ڪندو جيڪو محنت، سو خوشحال ٿيندو،
سُڄائيءَ جي غم ڪان، بچائي ٿي محنت.

گذر ٿي ٿئي، عمر آسودگيءَ ۾،
نہ ڪنھن جي اڳيان، هٿ ٽنگائي ٿي محنت.

نہ محنت ڪندڙ آهہ، محتاج ڪنھن جو،
جو خوددار سڀ ڪي، بنائي ٿي محنت.

”جمالي“ رهڻ جي گهرون، آبرو سان،
تہ عزت سان هردم، رهائي ٿي محنت.

- علي بخش جمالي

# مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- محنت جي ڪري انسان کي ڇا ٿو حاصل ٿئي؟
2- ”ترقيءَ جا نغما ٻڌائڻ“ مان شاعر جي ڪهڙي مراد آهي؟
3- جيڪڏهن انسان محنت ڪندو ته ڇا ٿيندو؟

(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو:

| نغما | رسائي | خوشحالي | آسودگي | محتاج | خوددار | آبرو |
|---|---|---|---|---|---|---|

(ج) هيٺ ڏنل شعر مڪمل ڪريو:

○ ڪُنجي ڪاميابيءَ جي ......................................................
جو منزل تي آ ......................................................

(د) هيٺين مان جمع ۽ واحد ڌار ڪريو:

ترقي – ڪنجي – منزلون – نغما – عُمر – هَٿَ

سَبق نائون

# خانبهادر حسن علي آفندي

سنڌ جي مسلمانن جي تعليم ۽ ترقيءَ لاءِ، جن ماڻهن پاڻ پتوڙيو خانبهادر حسن علي بہ انهن مان هڪ هو. هن، سنڌ جي مسلمانن جي تعليم جي ترقيءَ لاءِ جيڪا ڪوشش ڪئي، تنهن لاءِ سندس نالو، هميشہ زندھ رهندو.

خانبهادر حسن علي آفندي حيدرآباد جي هڪ معزز خاندان ۾ سن 1830ع ۾ ڄائو هو. اڃا ننڍوئي هو تہ سندس والد ميان محمد احسان وفات ڪري ويو. پيءُ جي وفات کان پوءِ، سندس پرورش، سندس وڏي ڀاءُ، اُميد عليءَ جي نظرداريءَ هيٺ ٿي.

ڪيس ننڍي هوندي، ديني ۽ شروعاتي تعليم لاءِ، مڪتب ۾ ويهاريو ويو. تعليم وٺڻ کان پوءِ، ويهن رپين ماهوار پگهار تي، پٽڻ تي منشي مقرر ٿيو، پر پوءِ جلدئي نوشهري فيروز جي ڊپٽي ڪليڪٽر وٽ، منشيءَ جي جاءِ مليس.

سندس وڏي ڀاءُ، اُميد عليءَ جي، مُنڍ کان اهائي خواهش هئي تہ حسن علي، انگريزي پڙهي، ڪو اعليٰ عهدو حاصل ڪري. حسن عليءَ، ڀاءُ جي خواهش ۽ پنهنجي شوق جي ڪري، هڪ عيسائي دوست جي مدد سان تمام سٺي انگريزي سکي ورتي. پوءِ ڪيس جلدئي ڪراچي ضلعي جي ڪورٽ ۾ سرشتيدار مقرر ڪيو ويو. ڪورٽ ۾ رهڻ ڪري، قانون سکڻ جو شوق ٿيس. جلدئي اهڙو تہ ماهر ٿي ويو، جو ان وقت جي جج، قانون جي امتحان پاس ڪرڻ کان سواءِ ئي، ڪيس سرڪاري وڪيل مقرر ڪيو.

ان وقت، سنڌ جا مسلمان تعليم ۾ گهڻو پٺتي پيل هئا. حسن عليءَ کي هر وقت، مسلمانن جي تعليم ۽ ترقيءَ جو فڪر رهندو هو. انهيءَ ڪري مسلمانن جي تعليمي واڌاري ۽ سڌاري لاءِ هڪ انجمن ٺاهيائين، جنهن جون شاخون، سڄيءَ سنڌ ۾ قائم ڪيائين. ڪجهه وقت ڪان پوءِ، هڪ وڏو پلاٽ حاصل ڪري، 1885ع ۾، هڪ شاندار مدرسو ٺهرايائين، جو "سنڌ مدرسة الاسلام" جي نالي سان، اڄا تائين ڪراچيءَ ۾ قائم آهي.

هن مدرسي مان، ڪيترائي مسلمان تعليم حاصل ڪري نڪتا ۽ ڪيترائي هينئر به تعليم وٺي رهيا آهن. اهو فخر سان چئي سگهجي ٿو، ته پاڪستان جي باني قائدِاعظم محمّد علي جناح پڻ، شروعاتي تعليم هن مدرسي ۾ ورتي.

ترڪي ۽ يونان جي وچ ۾ جڏهن جنگ لڳي، تڏهن هن ڪوشش ڪري، ترڪيءَ جي زخمي سپاهين لاءِ، وڏيون وڏيون رقمون گڏ ڪيون. سندس انهيءَ خدمت جي ڪري، ترڪيءَ جي سلطان، کيس "آفنديءَ" جو لقب ڏنو.

سنڌ جي هن نيڪ مرد، 20 آگسٽ 1895ع تي وفات ڪئي. جيستائين سنڌ مدرسو قائم هوندو، تيستائين خانبهادر حسن علي آفندي جي قومي محبت جو مثال قائم رهندو.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- حسن علي آفندي ڪڏهن ۽ ڪٿي ڄائو؟
2- مسلمانن جي تعليمي ترقيءَ لاءِ ڪهڙو قدم کنيائين؟
3- ڪراچيءَ ۾ سندس ڪهڙو يادگار آهي؟
4- هن کي "آفنديءَ" جو لقب ڪيئن مليو؟

(ب) هيٺين جا واحد / جمع ڏيو:

مُنڍ – خواهش – پٽوڙڻ – ماهوار – انجمن

سَبق ڏهون

# سنڌ جا ميلا

سنڌ جي سرزمين درويشن ۽ بزرگن، اوليائن ۽ عالمن، اديبن ۽ شاعرن جي مسڪن رهي آهي. انهن ڀلارن بزرگن جي ڏينهن ملهائڻ لاءِ ميلا لڳندا آهن. ماڻهو رنگارنگي ڪپڙا پهري، ريل گاڏين، بسن، ڏڳي گاڏين، اُٺن ۽ گهوڙن تي سوار ٿي ميلو گهمڻ ويندا آهن.

سنڌ جا ميلا، سنڌ جي ثقافت کي عوام ۾ روشناس ڪرائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪن ٿا. ميلن ۾ هٿ جي هُنرن جو نماءُ ٿيندو آهي. نماءُ ۾ جنڊيءَ، ڪاشيءَ ۽ ڀَرت جو سامان رکيو ويندو آهي. ماڻهو اهي شيون خريد ڪندا آهن. ميلن ۾ زرعي اوزارن جو نماءُ به ٿيندو آهي، ته جيئن زراعت سان واسطو رکندڙ جديد زرعي اوزارن مان فائدو حاصل ڪن.

ميلن ۾ ادبي ڪانفرنس جو به اهتمام هوندو آهي. ڪانفرنس ۾ ملڪ جا ناميارا اديب ۽ عالم مقالا پڙهندا آهن. ڪانفرنس ۾ راڳ رنگ جي محفل به ضرور رکي ويندي آهي، جنهن ۾ ملڪ جا مشهور فنڪار پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا آهن.

سنڌ جي ميلن ۾ ملاکڙي کي وڏي اهميت حاصل آهي. جنهن ميلي ۾ ملاکڙو نه هوندو، اُهو ڄڻ ڦِڪو ڦِڪو پيو لڳندو. ملاکڙي ۾ مَلهن کي پنهنجي طاقت جي مظاهري ڪرڻ جو موقعو ملندو آهي. سوڀ حاصل ڪندڙ ملهه کي ڏسندڙ انعام ڏيندا آهن.

سنڌ جي ميلن ۾ چوپائي مال جو نماءُ به ٿيندو آهي. ماڻهو انهن کي خريد ڪندا آهن. ڪٿي وري ڏاندن جا مقابلا به ٿيندا آهن، گهوڙن جي ريس به ٿيندي آهي. ماڻهو انهن مقابلن کي ڏاڍي دلچسپيءَ سان ڏسندا آهن.

ميلن ۾ سرڪس پڻ هوندو آهي، جنهن ۾ جسماني ڪرتب ڏيکاريا ويندا آهن. ٻارن لاءِ ميلي ۾ ڄڻ موج هوندي آهي. ڪٿي چَوڏول ۾ پيا چڙهندا، ته ڪٿي وري رانديڪا پيا خريد ڪندا.

ميلن ۾ نيون بازاريون ٺاهيون ويندِيون آهن. هوٽلن ۽ دڪانن کي جنڊين ۽ جهالرن سان سينگاريو ويندو آهي. اها سجاوٽ ڏسڻ وٽان هوندي آهي. ڪٿي بهترين سجاوٽ تي انعام پڻ ڏنا ويندا آهن.

پيارا ٻارو! توهان کي ڪڏهن به موقعو ملي، ته ميلو ضرور گهمڻ وڃجو.

# مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1- سنڌ جا ميلا عوام ۾ ڇا کي روشناس ڪرائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪن ٿا؟
2- ادبي ڪانفرنس ۾ مقالا ڪير پڙهندا آهن؟
3- سنڌ جي ميلن ۾ ڇا کي وڏي اهميت حاصل آهي؟
4- سنڌ جي ميلن ۾ بهترين سجاوٽ ٿيل دڪانن لاءِ ڇا ڏنو ويندو آهي؟

**(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

| مسڪن | نماءُ | سوپ | سجاوٽ | ملاڪڙو | موج |
|---|---|---|---|---|---|

سَبق يارهون

# اسلامي سربراهه ڪانفرس لاهور

جمعي جو ڏينهن، مسلمانن لاءِ هونئن به سڀ‍ڳورو ڏينهن هوندو آهي، پر 22 فيبروري 1974ع وارو جمعي جو ڏينهن، پاڪستان جي مسلمانن لاءِ هڪ يادگار ڏينهن آهي. ان ڏينهن تي پاڪستان ۾ دنيا جي مُسلم ملڪن جي سربراهن جي گڏجاڻي، لاهور ۾ ٿي هئي. اها تاريخي گڏجاڻي "اسلامي سربراهه ڪانفرنس" جي نالي سان مشهور آهي. جيڪا وزيراعظم ذوالفقار علي ڀٽو جي ڪوشش سان منعقد ٿي هئي.

هيءَ ڪانفرنس 22 فيبروري 1974ع کان 24 فيبروري 1974ع تائين هلي. هن ڪانفرنس دوران، لاهور شهر کي نهايت سهڻي نموني ۾ سينگاريو ويو هو.

ٽن ڏينهن جي هن گڏجاڻيءَ ۾، مسلم سربراهن گڏجي، دنيا جي مسلمانن جي حالت تي ويچار ڪيو. مسلمانن جي اهم مسئلن تي صلاحون ۽ مشورا ڪيا ۽ ٺهراءُ بحال ڪيا. ڪانفرنس جي آخر ۾ هڪ گڏيل بيان جاري

ڪيو ويو، جنهن کي ”لاهور وارو اعلان“ ڪوٺيو وڃي ٿو. هن ڪانفرنس ۾، جن خاص مسئلن تي غور ڪيو ويو، تن مان به اهم مسئلا هئا: هڪ فلسطين جو مسئلو ۽ ٻيو بيت المقدس جي آزاديءَ جو مسئلو. آخر ۾ عزم ڪيو ويو ته، سڄي دنيا جي مسلمانن جي ترقي ۽ بهتريءَ لاءِ، گڏجي ڪوشش ڪئي ويندي.

جيڪي مسلمان، ٻين قومن جي ظلم هيٺ آهن، تن جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪئي ويندي.

هن ڪانفرنس ۾ الجيريا، مصر، ڪويت، لبيا، پاڪستان، سعودي عرب، سينيگال ۽ گڏيل اَمارتن جي ملڪن تي مشتمل، هڪ ڪاميٽي ناهي ويئي، جنهن تي اهم ڪم رکيو ويو، ته اسلامي ملڪن منجهان غربت، بيماري، بدحالي ۽ جهالت جي پاڙ پٽڻ لاءِ، خاص مشورا ڏئي. اهو پڻ فيصلو ڪيو ويو، ته اها ڪاميٽي ترقي يافته ملڪن طرفان، ترقي پذير ملڪن جي معاشي استحصال کي ختم ڪرڻ، اسلامي ملڪن جي وچ ۾ واپار کي وڌائڻ ۾ مدد ڏيڻ ۽ ٻين ڪمن ۾ هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻ بابت پنهنجا رايا ڏئي. آخر ۾، ٻين تهرائن بحال ڪرڻ کان سواءِ، ڪانفرنس ”مسلمان ملڪن جو دائمي فنڊ“ قائم ڪرڻ جي پڻ منظوري ڏني. هيءَ ڪانفرنس 24 فيبروريءَ تي ختم ٿي.

## مشق

### (الف) هينين سوالن جا جواب ڏيو:

1- اسلامي سربراهه ڪانفرنس ڪڏهن ۽ ڪٿي ٿي؟
2- اسلامي سربراهه ڪانفرنس ڪنهن جي ڪوشش سان منعقد ٿي؟
3- مسلم سربراهن گڏجي، دنيا جي مسلمانن جي بهتريءَ لاءِ ڪهڙا نهراءَ بحال ڪيا؟
4- ڪانفرنس ۾ ڪهڙن ڪهڙن مسئلن تي غور ڪيو ويو؟

### (ب) هينين لفظن جي معنيٰ لکو:

| يادگار | سربراهه | جدوجهد | عزم | استحصال |
|---|---|---|---|---|

سَبق ٻارهون

# تندرستي

سليم غريب مائٽن جو ٻار هو. سندس پيءُ هڪ هاري هو. سليم صبح جو سوير اُٿندو هو. ڏندڻ ڏئي، وضُو ڪري نماز پڙهندو هو. پوءِ مال کي ڏراڙ سان موڪلي، وٿاڻ جي صفائي ڪندو هو. ان ڪم کان واندو ٿي، نيرن ڪندو هو. پوءِ ماءُ پيءُ کي خدا حافظ چئي اسڪول ويندو هو.

سليم ڪلاس جو مانيٽر هو، ان ڪري اسڪول ۾ سوير پهچندو هو ڪلاس جي صفائي ۾ سندس ذمي هئي.

اسڪول مان پڙهي، سليم سڌو گهر ايندو هو. ماني کائي، پيءُ لاءِ ٻنيءَ تي ماني کڻي ويندو هو. ٻنيءَ تي ۾ هُو واندو ڪونه ويهندو هو. ڪو نه ڪو ڪم پيو ڪندو هو. ڪڏهن گُڏ پيو ڪيندو هو، ته ڪڏهن مال لاءِ گاهه پيو ڪندو هو. اڳين ۽ وچين نماز ۾ هُو پيءُ سان اُتي پڙهندو هو، پوءِ هو راند ڪيڏڻ هليو ويندو هو.

سليم سُني شاگرد هئڻ سان گڏ، سُٺو رانديگر ۾ هو. پنهنجي اسڪول جي ڪرڪيٽ ٽيم جو ڪئپٽن هو. پڙهائيءَ ۾ توڙي راند ۾ هُن ڪيترائي انعام کنيا هئا.

قربان ۾ سليم جو هم ڪلاسي هو. هُو امير مائٽن جو ٻار هو. سندس پيءُ هڪ زميندار هو. قربان موٽر ۾ چڙهي اسڪول ايندو ۽ ويندو هو. جيتوڻيڪ سندس گهر اسڪول کان گهڻو پري ۾ نه هو. پڙهڻ ۾ سندس ڪابہ دلچسپي نہ هئي. دير سان سمهندو هو، دير سان اُٿندو هو. اسڪول مان گهڻو ڪري غير حاضر رهندو هو. اسڪول ايندو هو، تہ دير سان ايندو هو. ڪلاس ۾ بہ سدائين سُست ۽ موڳو رهندو هو. قربان راند رُوند ۾ بہ ڪو حصو نہ وٺندو هو.

ڪيترن ڏينهن کان قربان اسڪول نہ پئي آيو، هڪ ڏينهن استاد صاحب ٻڌايو، تہ قربان جي طبيعت ٺيڪ نہ آهي، ان ڪري هو اسڪول نہ پيو اچي. موڪل واري ڏينهن سليم، قربان جي طبيعت پُڇڻ ويو. قربان کي سليم جي اها ڳالهہ ڏاڍي وڻي ۽ هُن سندس ٿورو مڃيو.

سليم ويندي شرط قربان جي ڪمري جون دريون کولرايون. تازي هوا ڪمري ۾ آئي، تہ قربان جي منهن تي بہ رونق اچي وئي. قربان، سليم کي ٻڌايو تہ: ”ڊاڪٽر چون ٿا، تہ مون کي ڪابہ بيماري نہ آهي.“

تنهن تي سليم پڇيو تہ: ”پوءِ اسڪول ڇو نہ پيو اچين.“

قربان جواب ڏنو، تہ: ”بس بدن سُست ٿو رهي. بُک تہ صفا ڪانہ ٿي لڳي.“

سليم کيس چيو تہ: ”ان جو هڪ آسان علاج آهي.“

”اهو ڪهڙو علاج آهي؟“ قربان پڇيو.

سليم چيو تہ: ”اُهو علاج اِهو آهي، تہ پنهنجي تندرستيءَ جو خيال رکجي.“

”اُهو خيال ڪيئن رکجي؟“، قربان پڇيو.

سليم چيو: ”سوير سُمهڻ، سوير اُٿڻ ۽ راند رُوند ڪرڻ تندرستيءَ لاءِ ضروري آهي.“

”ائين ڪرڻ سان ڇا ٿيندو؟“ قربان پڇيو.

”انهيءَ سان بدن چُست رهندو ۽ بُک بہ لڳندي.“ سليم جواب ڏنو.

قربان پڇيو تہ: ”تندرستيءَ لاءِ ٻيون ڪهڙيون ڳالهيون ضروري آهن؟“

سليم چيو تہ: ”تازي هوا، صاف پاڻي، صحيح کاڌو بہ تندرستيءَ لاءِ ضروري آهي.“

قربان چيو تہ: ”تنهنجي ڳالهين تي مان ضرور عمل ڪندس، پر.....!“

سليم پڇيو تہ: ”پر ڇا؟“

قربان چيو تہ: ”پر هاڻي تہ امتحان ٿيڻ وارا آهن ۽ مون تہ پڙهيو ڪجهہ بہ ڪونهي!“

سليم چيو تہ: ”اها ڪهڙي وڏي ڳالهہ آهي! اسين گڏجي پڙهنداسين.“

”سچ!“ قربان خوشيءَ مان رڙ ڪئي.

قربان، سليم جي ڳالهين تي عمل ڪيو ۽ تندرست بہ رهڻ لڳو. امتحان ۾ بہ هو سُٺن نمبرن سان پاس ٿيو.

اسان کي بہ پنهنجي صحت ۽ تندرستيءَ جو خيال رکڻ گهرجي.

## مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1- سليم ڪهڙن مائٽن جو ٻار هو؟
2- قربان ڪهڙن مائٽن جو ٻار هو؟
3- قربان اسڪول ڇو نہ پئي آيو؟
4- قربان تندرست ڪيئن رهڻ لڳو؟

**(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو:**

| ڏراڙ | وٿاڻ | نيرن | واندو | ڪيڏڻ | گڏُ | موڳو |
|---|---|---|---|---|---|---|

**(ج) هيٺين مان جمع ۽ واحد ڌار ڪريو:**

ڪلاس – ڪمرو – موڪلون – دريون – طبيعت

سَبق تيرهون

# اي مُسلِم (نظم)

زمانو ياد ڪر مُسلِم، گذشتہ شان و شوڪت جو،
حڪومت جو، سياست جو، اُتم عزت ۽ عظمت جو.

سبق تو ئي ڏنو، اهلِ جهان کي جان نثاريءَ جو،
وڳو ڏونڪو جهان ساري ۾، تنهنجي ئي شجاعت جو.

عمل تي تون ٿئين عامل، تہ اعليٰ اوج تي پهچين،
عمل سان تو ٿئي حاصل، هميشہ تاج عزت جو.

وطن جي ڪر اُتي خدمت، قدم کڻ قوم سان هردم،
افاديت جو، حمايت جو، امانت جو، عنايت جو.

فداءِ دين تي، سر مال ۽ اولاد قُربان ڪر،
حُسين ابنِ عليءَ کان سِکُ، سبق سچو شهادت جو.

- حافظ محمّد ”احسن“ چنا

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- شاعر، مُسلم کي ڪهڙو زمانو ياد ٿو ڏياري؟
2- شاعر، سچي شهادت جو سبق ڪنهن کان سکڻ جي هدايت ٿو ڪري؟
3- آخر ۾ شاعر ڪهڙي هدايت ٿو ڪري؟

(ب) سڄي نظم ۾ لفظ ”شوڪت“ جا هم آواز لفظ ڳولي ٻڌايو:

(ج) هيٺيان جملا دُرست ڪريو:

1- تون گهر ويس.
2- هوءَ ماني کائي ٿو.
3- اسين کي پنج رپيا ڏي.
4- منهنجي ڪتاب ميز تي رکي آهي.

سَبق چوڏهون

# هاري

ٻارو! هي قسمين قسمين اَن جيڪي ڪاڌي لاءِ ڪم اچن ٿا، ۽ ڪجهه جنهن مان ڪپڙو تيار ٿئي ٿو. خبر اٿو، ته اسان لاءِ اُهي سڀ ڪير ٿو اُپائي اُهو اعليٰ ۽ محنتي انسان، هاري آهي.

هاري، صبح جو سوير اُٿي، ٻنيءَ تي ويندو آهي. سڄو ڏينهن محنت ڪري، رات جو گهر موٽي ايندو آهي. گرمي هجي يا سردي، هو پنهنجي ڪم کان ڪڏهن بہ ڪين گسائي. هو زمين کيڙي، اُن ۾ ٻِج ڇٽي ۽ پوءِ اُن کي پاڻي ڏيندو آهي. جيستائين ٻني پچي راس نہ ٿئي ۽ لاٻارو نہ پوي، تيستائين رات ڏينهن پيو ان جي نگراني ڪندو آهي. انهيءَ لاءِ تہ متان ڪو ڍور ڍڳو يا پکي پکڻ، ڪو زيان ڪري. فصل لهڻ کان پوءِ تہ هو اهڙيون خوشيون ڪندو آهي، جڻ تہ عيد ٿي اٿس! چاڪاڻ تہ، ٻنيءَ مهل، پيدائش مان ڪيس سندس حصو ملندو آهي.

هاري ڏينهن رات محنت ڪري، پنهنجي ملڪ جي پيداوار ۾ اضافو آٽي ٿو. انهيءَ هوندي بہ، هو سادو ڪائيندو ۽ پهريندو آهي.

هاري هڪ عظيم انسان آهي. محنت ڪرڻ تہ ڪو هن کان سکي. اسان کي سندس زندگيءَ مان، ٻين جي خدمت ڪرڻ جو سبق پرائڻ گهرجي.

## مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1- فصل لهڻ تائين هاري ڇا ڇا ڪندو آهي؟
2- هاري زندگي ڪيئن گذاريندو آهي؟
3- هاريءَ جي زندگيءَ مان ڪهڙو سبق حاصل ڪرڻ گهرجي؟

**(ب) هيٺين جا مذڪر ۽ مؤنث ٺاهيو:**

اُٺ – مينهن – ڍڳو – رِڍ – ٻڪري – گهوڙو – وڇ

سَبق پندرهون

# لِڪَ لِڪوٽِي

سنڌ ۾ ڪيترين رانديون ڪيڏيون وينديون آهن. لِڪَ لِڪوٽي بہ انهن مان هڪ وڻندڙ راند آهي. هن راند جا ڪيترائي قسم آهن. اڄ توهان کي اسين ان جو هڪ قسم ٻڌايون ٿا:

لِڪَ لِڪوٽي ڪري، راند ڪيڏڻ لاءِ ڇوڪريون گڏ ٿينديون آهن. هڪ ڇوڪري آڳَ ڏيڻ لاءِ چوندي وينئي آهي. راند لاءِ پِڙ مقرر ڪبو آهي. پِڙ ۾ آڳ ڏيندڙ ڇوڪريءَ کي ويهاريو ويندو آهي. سندس اکين تي رَئو ٻڌل هوندو آهي. ٻيون ڇوڪريون هڪ هڪ مُٺ اُن جي مٿي تي رکنديون وينديون آهن.

جڏهن سڀ ڇوڪريون مُٺيون رکي بس ڪنديون، تڏهن مٿين مُٺ واري پڇندي:

لِڪَ لِڪوٽِي، پاٽيءَ ڦوٽي
ڦوٽا ڦڪيندس، لونگ لٽيندس
هينئين پڄي ڪي مٿين؟

آڳ ڏيندڙ ڇوڪريءَ جي مرضي آهي، تہ هوءَ هينئينءَ لاءِ چوي يا مٿينءَ لاءِ. پوءِ هڪ هڪ ٿي ڇوڪريون وڃي لِڪنديون. انهن مان هڪ ڄڻي ڪُوڪَ ڪندي. هاڻي آڳَ ڏيندڙ ڇوڪري اکين تان رَئو کولي انهن کي ڳولڻ لڳندي.

ڇوڪريون وري ڪاپڻ ڪان بچڻ جي ڪوشش ڪنديون. جيڪا ڇوڪري پِڙ ۾ پهچندي اُها ڪاپڻ کان بچي ويندي. جنهن ڇوڪريءَ کي آڳَ ڏيندڙ ڇوڪريءَ جو هٿ لڳو، اُها ڪاپي پوندي. ائين راند وري شروع ٿيندي.

جيڪڏهن آڳَ ڏيندڙ ڇوڪري ڪنهن کي ٻه نه ڪاپائي سگهي ته وري پاڻ آڳَ ڏيندي.

هيءَ راند ڇوڪرين ۾ ڏاڍي مقبول آهي. ان راند سان ڇوڪرين ۾ چستي ۽ چالاڪي پيدا ٿئي ٿي.

## مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1- لِڪَ لِڪوٽِي ڪيڏڻ لاءِ ڪير گڏ ٿيندا آهن؟
2- آڳَ ڏيندڙ ڇوڪري جي اکين تي ڇا ٻڌل هوندو آهي؟
3- ڇوڪريون ڇا کان بچڻ جي ڪوشش ڪنديون آهن؟

**(ب) هيٺين لفظن جا ضد لکو:**

| اڄ | |
|---|---|
| ڇوڪري | |
| ٻَڌل | |
| هَٿُ | |
| شروع | |

سَبق سورهون

# هوش محمّد شيدي

هوشو شيديءَ جو نالو ڪنهن نہ ٻڌو هوندو! هن جو اصل نالو هوش محمّد آهي. هو ٽالپر حاڪم مير ڪرم علي خان وٽ نوڪريءَ ۾ هو، پوءِ مير فتح علي خان وٽ ملازمت ڪيائين ۽ ان بعد سندس پٽ مير صوبدار جو خدمتگار ٿيو.

17 فيبروري 1843ع تي، مياڻيءَ وٽ، مير نصير خان ۽ انگريزن جي وچ ۾ جنگ لڳي. ان ۾ مير نصير خان ۽ ٻيا حيدرآباد جا مير، انگريزن وٽ گرفتار ٿي ويا.

اها خبر ٻڌي ميرپورخاص واري مير شير محمّد خان، انگريزن خلاف جنگ جو اعلان ڪيو. مير ڪرم علي خان جي بيوهہ، مير شير محمّد جي مدد لاءِ هوش محمّد جي هٿان، سونين مهرن سان ڀريل ٿي خچر ڏياري موڪليا.

حيدرآباد جي ويجهو دُٻي وٽ انگريزن ۽ مير شير محمّد جي وچ ۾ جنگ لڳي. لڙائي هلندي انگريزن جي هڪ جاسوس، ميرن جي بارود کي باهہ ڏيئي ساڙي ڇڏيو.

انهيءَ خبر ملڻ تي، هوش محمّد اندازو لڳايو، تہ هاڻي جنگ کٽڻ مشڪل آهي. ان ڪري، هن شير محمّد خان کي صلاح ڏني، تہ هو ميدان مان نڪري وڃي ۽ ڪجهہ وقت ڪان پوءِ چڱيءَ طرح تياري ڪري، اچي انگريزن کان پورو پورو بدلو وٺي. مير شير محمّد پهرين تہ اها ڳالهہ ڪانہ مڃي، پر پوءِ هوش محمّد کيس مڃائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. مير شير محمّد پنهنجي وفادار فوج جي ڪمان، هوش محمّد جي حوالي ڪري، پاڻ ميدان مان نڪري ويو.

هوش محمّد ڏاڍي بهادريءَ سان وڙهيو. اوچتو دشمن جي سپاهيءَ جي گولي، هوش محمّد جي سيني ۾ وڃي لڳي. هو ڪِرندي ڪِرندي بہ ڪيترن دشمنن کي ماري، پوءِ شهيد ٿيو. مرڻ گهڙي تائين اهوئي نعرو هو تہ ”مَر ويسون، سنڌ نہ ڏيسون.“

سندس بهادريءَ ۽ وطن پرستيءَ کان دشمن ايترو تہ متاثر ٿيا، جو پنهنجي ڪتاب ۾ هن شهيد جي تعريف لکي ويا.

انگريزن، هوش محمّد جو لاش پوري فوجي اعزاز سان حيدرآباد جي قلعي اندر دفن ڪرايو ۽ بهادريءَ جو نشان "تُوب" سندس قبر تي رکائي ڇڏيو.

## مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1- هوشو جو نالو ڇو مشهور آهي؟
2- مياڻيءَ واري جنگ ڪنهن جي وچ ۾ لڳي؟
3- هوش محمّد جي شهادت ڪيئن ٿي؟
4- ڪهڙين ڳالهين مان خبر پوي ٿي تہ انگريز هوش محمّد جي بهادريءَ کان متاثر ٿيا؟

**(ب) هيٺين لفظن جا ضد لکو:**

| جنگ | | ڪامياب | |
|---|---|---|---|
| ڪٽڻ | | دشمن | |
| مشڪل | | مرڻ | |

سَبق سترهون

# اي وطن

اي وطن! تنهنجا چمن، شل پيا وسن،
گل ٽِڙن، پوئنرا مِڙن، ميلا مچن.

ٽر پُسن، ٽڏڙا ٽين، سبزا ڄَمن،
سانگين جا سڀ لَهَن، رنج و مِحَن.

هَرَ هَلن، ٻيجا لڳن، پوکون پَچن،
اَن اَچن، انبار ٽين، سانگي کِلَن.

دوستن تان جان و تن قربان ڪن،
هيءَ صفت سونهين سدائين سورمن.

- نديم انصاري

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- هن نظم ۾ شاعر ڪنهن جي لاءِ دُعا تو گهُري؟
2- شاعر وطن لاءِ ڪهڙيون دُعائون تو گهُري؟
3- برسات کان پوءِ ڇا ٿيندو آهي؟

(ب) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

گل – ٽِڙن – تنهنجا – کِلن – دوستن

(ج) هن نظم ۾ "وطن" ۽ "مچن" هم آواز لفظ آهن:

توهين هن نظم مان ترتيبوار اهڙا ٻيا هم آواز لفظ لکو:

سَبق ارڙهون

# سُگھڙ زال

ڪنهن بہ گھر ۾، قدم رکڻ سان گھر ڌياڻيءَ جي خبر، سندس گھر جي حالت ڏسڻ سان ئي پئجي ويندي آهي. جي گھر صاف سٿرو ۽ سليقي سان نهيل هوندو، تہ سمجھو تہ گھر ڌياڻي سُگھڙ آهي، پر جي گھر گندو ۽ سامان بي ترتيب پيل هوندو، تہ سمجھو تہ، گھر ڌياڻيءَ ۾ لچڻ ڪونهي. سياڻن چيو آهي تہ ”زال تہ گھر، نہ تہ آهي بَرُ.“ سو، گھر ڪي ناهن يا ڦٽائڻ، زال جو ئي ڪم آهي.

سُگھڙ زال اُها آهي، جا گھر کي هر وقت اُجو اُجرو رکي، گھر جو سامان پنهنجي پنهنجي جاءِ تي اهڙيءَ طرح ناهي رکي جو اهو سهڻو لڳي. چادرون ۽ چئون ڪٽي سادي ڪپڙن جون هجن، پر صاف ۽ ڌوتل هئڻ گھرجن. ڪيس سبڻُ ۽ پَرڻ، رڌڻ ۽ پچائڻ ۽ ڍنگ سان گھر ناهڻ اَچي. تنهن کان سواءِ گھر هلائڻ جي هنر کان پڻ واقف هجي. ڪمائيءَ سارو سوچي سمجھي خرچ هلائي. پاڻ ڪجھ بچت ڪري، جا وقت تي ڪم اچيس.

جنهن زال کي گھر هلائڻ جو ڏانءُ هوندو. ان جو گھر هميشہ پيو ٻهڪندو ۽ گھر جا ڀاتي بہ خوش ۽ تندرست هوندا.

سچ چوندا آهن تہ، ”سگھڙ زال، گھر کي پنهنجي عقل ۽ هنر سان جنت بنايو ڇڏي.“

# مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- سگهڙ زال ڪنهن کي چئبو آهي؟

2- سياڻن چيو آهي ته، ”زال ته گهر، نه ته آهي بَرُ.“ ڪولي سمجهايو؟

3- گهر جو خرچ ڪيئن هلائڻ گهرجي؟

4- سگهڙ زال جي گهر جا ڀاتي ڪيئن گذاريندا آهن؟

(ب) هيٺين لفظن مان صفتون ڳوليو:

سگهڙ زال – صاف ڪپڙا – سنو ڪاڏو – ڪوسو واءُ – منو ڪير

(ج) هيٺين رشتن کي ڇا چئبو آهي؟

مامي جو پٽ.

مامي جي ڌيءَ.

چاچي جو پُٽ ۽ ڌيءَ.

ماسيءَ جو پُٽ ۽ ڌيءَ.

# وتايو فقير

سنڌ جي سدوريءَ زمين تي، ڪيئي درويش ۽ الله لوڪ پيدا ٿيا آهن. وتايو فقير به، انهن مان هڪ هو. هيءَ تاجپور ۾ ڄائو هو. مائٽن سندس نالو ”وتو“ رکيو هو. سندس مائٽ ڪن سببن ڪري، اُتان لڏي، نصرپور ۾ اچي وينا هئا. هيءُ اصل هندو هو؛ پر پوءِ مسلمان ٿيو.

وتايو فقير، هر ڳالهه مزاحيه انداز ۾ ڪندو هو. هو ڳالهه اهڙي نموني ۾ ڪندو هو، جو ماڻهن کي کِلي کِلي پيٽ ۾ سور پئجي ويندو هو. اُهي ڳالهيون بي معنيٰ ڪين هونديون هيون. اُنهن ۾ ڪا نه ڪا نصيحت سمايل هوندي هئي. سندس چوٽيون، اڄ به سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ مشهور آهن.

ڳالهه ڪندا آهن، ته هڪ ڀيري ڳوٺ کي اچي باهه لڳي. ماڻهو، پنهنجو سامان ڪڍڻ لاءِ ڊُڪ ڊوڙ ڪرڻ لڳا. وتايو فقير، پنهنجي رلي کڻي، وڃي ڊڙي تي ويٺو ۽ چوڻ لڳو ته ”ڪڏهن ڪڏهن اَڻ هوند به ڪم اچيو وڃي.“

ٻئي دفعي جي ڳالهه آهي، ته وتايو ۽ سندس ماءُ ڪنهن مسافريءَ تي ويا. واٽ تي سج لهي وڃڻ ۾ رات پئجي ويئي. ماڻس چيس ته ”ابا! ڪٿان ٿانڊو کڻي اچ ته ڪو کاڌي جو بلو ڪريون.“ وتائي چيس، ته ”امان تون به عجيب ڳالهيون ٿي ڪرين؛ هن سُڄ ۾ ڀلا ٿانڊو ڪٿان ايندو“ ماڻس چيس ته ”ڀلا دوزخ مان ئي کڻي آڻ.“ فقير جواب ڏنو ته ”جيجل! اُتي ته باهه آهي ئي ڪانه. اُتي هرڪو پنهنجي پاڻ سان هِتان ئي کڻي ويندو آهي.“

وتائي فقير جا اهڙي قسم جا نصيحت ڀريا ٻيا به ڪيترائي قول مشهور آهن، جن تي جيڪڏهن غور ڪبو ته انهن منجهان ڪيترائي سياڻپ جا سبق ملندا.

# مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1- وتائي فقير جو اصل نالو ڇا هو؟
2- وتايو فقير، سنڌ ۾ ڇا جي ڪري مشهور آهي؟
3- وتائي فقير جي چوٽين مان ڪهڙي نصيحت ملي ٿي؟

**(ب) هيٺين لفظن جا جمع ٺاهيو:**

ڳالهه – نصيحت – دُعا – رات – ٻانهن

**(ج) هيٺين جملن کي ناڪاري جملن ۾ بدلايو:**

1- هو گهر ويجي ٿو.
2- مون ماني کاڌي.
3- ڇوڪرو ميدان تي راند پيو ڪري.

سَبق ويهون

# جيڪب آباد ۾ گهوڙن جو ميلو

سنڌ جو هرهڪ ضلعو ۽ هرهڪ شهر، ڪانه ڪا خصوصيت رکي ٿو. جيڪب آباد جو ضلعو، گهوڙن جي ميلي جي ڪري مشهور آهي.

جيڪب آباد ۾ گهوڙن جو ميلو، انگريزن جي راڄ ۾، ان وقت جي ڪمشنر جان جيڪب شروع ڪرايو هو، جيئن ته، جيڪب آباد ان وقت گهوڙن جي ڪري مشهور هوندو هو، تنهنڪري اتي هر سال گهوڙن جو ميلو ٿيڻ لڳو. اهو ميلو پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ به، پنهنجي روايتي انداز ۾ هر سال لڳندو اچي ٿو. هيءُ ميلو، هر سال سياري جي موسم ۾ لڳندو آهي. هيءُ ميلو ”گهوڙن جي ميلي“ جي نالي سان ان ڪري مشهور آهي، جو هتي ٻئي مال جي نمائش سان گڏ، بهترين گهوڙن جي نمائش به ٿيندي آهي. انهيءَ ميلي ۾ گهوڙن جا مختلف ڪرتب پڻ ڏيکاريا ويندا آهن. جو ڏسڻ وارن کي حيرت وٺي ويندي آهي.

گهوڙن جي ڪرتبن کان سواءِ هن ميلي ۾ ادبي ڪانفرنس، هٿ جي هنرن جي نمائش، زرعي نمائش ۽ سرڪس لڳندي آهي.

# مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1- جيڪب آباد ڇا جي ڪري مشهور آهي؟

2- جيڪب آباد ۾ گهوڙن جو ميلو ڪنهن شروع ڪرايو؟

**(ب) هيٺين جملن مان فعل چونڊيو:**

1- گهوڙن جو ميلو جان جيڪب شروع ڪرايو.

2- گهٽو ڪائڻ نہ گهرجي.

3- گهٽو ڪلڻ چڱو نہ آهي.

**(ج) هيٺين لفظن جا ضد لکو:**

| گهوڙو | |
|---|---|
| شهر | |
| سياري | |

سَبق ايڪيهون

# چڱن جي سنگت

چڱن جي سنگت ۾ گذارج سدا،
جو صحبت جو ٿئي ٿو اثر اي ادا!
چڱن جي سنگت ۾ وڏي شانُ مانُ،
چڱن جي سنگت آهه پارس سمانُ.
چڱن جي سنگت مان ملي ماڻهپو،
چڱين عادتن جو بہ رستو اهو.
سنگت بد سندو آهه بُڇڙو ئي ڦل،
رهج تون انهيءَ کان سائين ڇُٽل.
سَنگت آهه بُڇڙي ڪي هر هنڌ ڏڪار،
رهي ٿو ڪُسنگي خراب ۽ خوار.

- محمد صديق "مسافر"

## مشق

**(الف) هينين سوالن جا جواب ڏيو:**

1- چڱن جي سنگت ۾ ڇا ٿو وڌي؟
2- چڱن جي سنگت ڇا جي سمان آهي؟
3- چڱن جي سنگت مان ڇا ٿو ملي؟

**(ب) هينين جملن مان صفت ڳوليو:**

سنگت – ماڻهپو – ڇُٽل – ڏڪار

سَبق ٻاويهون

# ڪڪڙيون پالڻ

**حامد:** بابا، اڪبر ڳالھ ٿي ڪئي، تہ سندس پيءُ ڏاڍيون سھڻيون ڪڪڙيون خريد ڪيون آهن.

**پيءُ:** ها پُٽ، اڄ ڪلھ، شھر توڙي ٻھراڙيءَ ۾ ڪڪڙين پالڻ جو شوق گھڻو وڌي ويو آهي، شايد هن بہ اهي پالڻ لاءِ ورتيون هونديون.

**حامد:** بابا، ڪڪڙين پالڻ مان ڪھڙو فائدو ٿو ٿئي؟

**پيءُ:** پُٽ، ڪڪڙيون پالڻ وڏي فائدي وارو ڪم آهي. ماڻھو ڪڪڙين جا آنا ۽ چوزا وڪڻي، چڱو پئسو ڪمائيندا آهن. ڪڪڙين پالڻ تي ايڏو خرچ نہ ٿو ٿئي، جيتري ڪمائي ٿي ٿئي. سراسري طور هڪڙي ڪڪڙ سال ۾ اٽڪل ٻن سون تائين آنا ڏيندي آهي. آنن وڪڻڻ بدران، جي چوزا ڦوڙائي، پالي، پوءِ وڪجڻن، تہ جيڪر گھڻو فائدو ٿئي.

**حامد:** بابا، پوءِ چئبو تہ، اهو گھڻي نفعي وارو ڌنڌو آهي، آءٌ بہ پاليان پر بابا، ڪڪڙيون سڄي گھر ۾ گند ٿيون ڪن، سا ڳالھ نہ ٿي وڻي.

**پيءُ:** پُٽ، ڪڪڙين پالڻ وارا، انھن کي گھر ۾ کونہ رکندا آهن، پر انھن لاءِ جدا جاءِ ٺھرائيندا آهن، جنھن ۾ اُهي آرام سان رهي ۽ ڪائي سگھن. آنن لاهڻ لاءِ آري ڪرڻ لاءِ وري جدا بندوبست ٿيل هوندو اٿن.

**حامد:** اها ڳالھ تہ ڏاڍي سٺي ٻڌايَوَ، پر مھرباني ڪري ٻڌائجو تہ آرو ڇا آهي؟

**پيءُ:** حامد، ڪڪڙ، آنا پنھنجي ڪوڙي ۾ ڪري ويھندي آهي. سندس بدن جي گرميءَ سان، ويھن- ايڪيھن ڏينھن کان پوءِ، انھن آنن مان ٻچا ڦُٽندا آهن. ڪڪڙ جي آنن جي مٿان ويھڻ ۽ انھن کي گرم رکڻ کي ”آرو“ يا ”چار“ چئبو آهي.

اڄڪلهه باقاعدي ڪُڪڙين پالڻ جو ڌنڌو بڻ طريقن سان ٿئي ٿو. هڪ تہ سرڪاري طور پولٽري فارم رکيل آهن ۽ ٻيو ماڻهو گهرن ۾ بہ ڪڪڙيون پاليندا آهن. گهرن ۾ ڪڪڙين پالڻ لاءِ وڏن پولٽري فارمن تان چوزا ناڻي تي ملي سگهندا آهن، جيڪي وٺي، پالي، وڏا ڪري سگهجن ٿا.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- ماڻهو ڪُڪڙيون ڇو پاليندا آهن؟
2- ڪڪڙ سال ۾ اٽڪل ڪيترا آنا ڏيندي آهي؟
3- پولٽري فارم ڇا کي ٿو چئجي؟
4- ”آرو“ يا ”چار“ ڇا آهي؟

(ب) هيٺين جملن کي سوالي جملن ۾ بدلايو:

جيئن: ڇا احمد ڪالهہ ڪراچيءَ ويو؟

1- منهنجو ڀاءُ سوير اُٿندو آهي.
2- هن کي پگهار مليو آهي.
3- آءٌ خط لکان ٿو.

سَبق ٽيويهون

# ٽپالي

هو جو خاڪي وردي ۽ ڪلهي ۾ پيل ٿيلهي سان ماڻهو ڏسو ٿا، خبر اَٿو ته اهو ڪير آهي؟ اهو ٽپالي اَٿوَ.

ڏسو! هٿ ۾ جيڪي لفافا اٿس، تن مان هڪ لفافو ڌار ڪيو اٿس ۽ هاڻي هُن در تي ٺڪ ٺڪ پيو ڪري. هن جي ٺڪ ٺڪ ڪرڻ تي، گهر مان ڪو ماڻهو نڪرندو، ته لفافو ان کي ڏيئي، سلام ڪري، هليو ويندو.

ٽپالي نه گرمي ڏسي ۽ نه سردي، هن جي ڊيوٽيءَ جا وقت به هڪجهڙا نه آهن. ڪڏهن صبح ته ڪڏهن شام ڪڏهن ڏينهن ته ڪڏهن رات. پوسٽ آفيس ۾ وڃي، پنهنجي تڪ جي ٽپال ڇانٽي، پارسل ۽ مني آرڊر وغيره ٿيلهي ۾ وجهي، پنڌ ئي پنڌ، هڪ گهر کان ٻئي گهر تائين، ٽپال ورهائيندو آهي. گهرن جو پتو چڱيءَ طرح ياد هوندو اٿس.

ٽپاليءَ جو پگهار گهٽ ۽ سندس ڪم ڏکيو، تنهن هوندي به پنهنجو فرض ڪيئن نه سچائي ۽ ايمانداريءَ سان ادا ٿو ڪري! سچ پچ ته، هيءُ هڪ مخلص ۽ محنتي ڪارڪن آهي.

# مشق

(الف) هينين سوالن جا جواب ڏيو:

1- ٽپاليءَ کي ڪيئن سڃاڻجي؟
2- ٽپاليءَ جو ڪهڙو ڪم آهي؟
3- هو ٽپال ڪٿان ڪڻندو آهي؟
4- ٽپاليءَ جي فرض جي ادائگي ڪهڙي ڳالهه مان ثابت ٿئي ٿي؟

(ب) هينين لفظن جي معنيٰ لکو:

| وردي | پتو | پوسٽ آفيس | ٽڪ | مخلص |
|---|---|---|---|---|

(ج) هينين لفظن جا ضد لکو:

| | |
|---|---|
| گرمي | |
| رات | |
| سچ | |
| محنت | |

سَبق چوويهون

# سنڌ ۽ سنڌي ٻولي

اسين سنڌ ۾ رهون ٿا. سنڌ پاڪستان جو هڪ صوبو آهي. ٻين صوبن جا نالا هي آهن: پنجاب، بلوچستان ۽ خيبرپختونخوا صوبو. پاڪستان اسان سڀني جو ملڪ آهي. ان جي قومي ٻولي، اردو آهي. پر صوبن ڪي ٻه پنهنجيون ٻوليون آهن. پنجاب جي ٻولي پنجابي آهي. بلوچستان جي ٻولي بلوچي آهي ۽ خيبرپختونخوا جي رهاڪن يعني پٺاڻن جي ٻولي پشتو آهي. اهڙيءَ ريت، سنڌ جي ٻولي سنڌي آهي.

سنڌي ٻولي تمام قديم ٻولي ۽ دنيا جي سڌريل ٻولين مان هڪ آهي. هيءَ ٻولي ڳالهائڻ ۾ ڏاڍي سُٺي ۽ مٺي آهي. سنڌ ۾ رهندڙ سمورن ماڻهن کي اهڙي سٺي ٻوليءَ سان پيار ڪرڻ گهرجي. ٻوليءَ جي وسيلي اڻجاڻ ماڻهو هڪٻئي جي ويجهو ايندا آهن. ٻولي خدا جي نعمت آهي. قرآن شريف ۾ چيل آهي ته ”اسان انسان کي خلقيو ۽ کيس ڳالهائڻ سيکاريو.“

گهٽيون ٻوليون سکڻ سني ڳالھ آهي. ان طرح ماڻهوءَ جوعلم وڌي ٿو. رَسول الله صلّي الله عليه وآلہٖ وسلّم جن فرمايو آهي تہ ”علم حاصل ڪرڻ مسلمان مرد ۽ عورت تي فرض آهي.“

گهر ويني نئين ٻولي سکڻ تہ ڏاڍي سني ڳالھ آهي. سنڌي ٻوليءَ جو گرامر سليس آهي. اها عربي نموني ۾ لکبي آهي. ان جي الف- بي ۾ ٻاونجاھ اکر آهن، انهيءَ ڪري جيڪو بہ مادري ٻوليءَ کي پليءَ پت ڄاڻندو، اھو ٻين ٻولين جا سڀ لفظ ۽ آواز بہ سولائيءَ سان اُچاري سگهندو.

## مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1- اسان جي ملڪ جو نالو ڇا آهي؟
2- اسان جي صوبي جو نالو ڇا آهي؟
3- پاڪستان جي قومي ٻوليءَ ۽ صوبائي ٻولين جا نالا ٻڌايو؟
4- سنڌي ٻولي جي الف- بي ۾ ڪيترا اکر آهن؟

**(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

| قديم | اڻڄاڻ | ويجهو | سليس | اُچاري |
|---|---|---|---|---|

سَبق پنجويهون

# پڙهيل ۽ مُهاڻو

هڪڙو پڙهيل شخص هڪ دفعي ٻيڙيءَ ۾ اچي چڙهيو. جڏهن ٻيڙي درياءَ ۾ هلڻ لڳي ته اهو ماڻهو، مُهاڻي سان ڳالهيون ڪرڻ لڳو. پڙهيل شخص مُهاڻي کي چيو، ته ”ميان مهاڻا! تو صرف ۽ نحو جو علم سکيو آهي!“ مُهاڻي جواب ڏنو ته ”سائين، اهو علم ته مون اڄ ٻڌو آهي.“ پڙهيل شخص چوڻ لڳس ته ”توکي اها به خبر ڪانهي ته صرف ۽ نحو ڇا آهي؟ تو پنهنجي اڌ عمر ته ائين ئي برباد ڪري ڇڏي.“

مُهاڻو ويچارو اهو ٻڌي لاجواب ٿي ويو ۽ ماٺ ڪٽي ڪيائين. جڏهن ٻيڙي هلندي هلندي درياءَ جي وچ سير تي پهتي، ته اوچتو زور سان طوفان لڳڻ شروع ٿي ويو.

مُهاڻي سيني کي هوشيار ڪيو، ڇيائين ته ٻيڙيءَ جي ٻُڏڻ جو خطرو آهي. ان ڪري سيئي درياءَ منجهان تري پار نڪرڻ لاءِ تيار ٿي وڃو. پوءِ مُهاڻي پڙهيل ماڻهوءَ کان پڇيو ته ”سائين، ترڻ ايندو اَٿوَ!“ هن جواب ڏنو ته ”اسان ته سڄي عمر علم حاصل ڪرڻ ۾ گذاري آهي، اسان کي ترڻ جي ڪهڙي خبر!“ ٻيڙيءَ واري ڪيس چيو ته، ”پوءِ ته اوهان سڄي عمر وڃائي ڇڏي.“

هن ڳالهه مان اهو سبق ٿو ملي ته علم حاصل ڪرڻ سان گڏ، فن يا هُنر به سکجي. زندگيءَ ۾ ڪڏهن نه ڪڏهن اهو هنر ڪم اچي ويندو.

# مشق

## (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- پڙهيل ماڻهو مُهاڻي کان ڇا پڇيو؟
2- مُهاڻي ڪهڙو جواب ڏنو؟
3- جڏهن طوفان آيو ته مُهاڻي پڙهيل ماڻهوءَ کان ڇا پڇيو؟
4- پڙهيل ماڻهوءَ ڪيئن ڪهڙو جواب ڏنو؟
5- هن آکاڻيءَ مان ڪهڙو سبق ملي ٿو؟

## (ب) هيٺين جملن کي هاڪاري جملن ۾ بدلايو:

1- هو اڄ اسڪول ڪونه ويندو.
2- مون کي ترڻ نه ايندو آهي.
3- هو گهر ۾ ڪونهي.

## (ج) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو:

| ويچارو | ماٺ | زور | تري | وڃائي |
|---|---|---|---|---|

سَبق چويهون

# اتحاد

ٻارو! اتحاد ۾ ايڪي ۾ وڏي طاقت آهي. توهان اُن دولتمند ماڻهوءَ جي ڳالهه تہ ضرور ٻُڌي هوندي، جنهن کي ٽي پُٽَ هئا. هُن چاهيو ٿي تہ ڪاروبار پُٽن جي حوالي ڪري، پاڻ باقي ڏينهن الله جي عبادت ۾ گذاري، پر سندس پُٽن ۾ ٻڌي ڪانہ هئي. پيءُ کي اهوئي فڪر هو، تہ ڪانئس پوءِ سندس اولاد پاڻ ۾ وڙهي ملڪيت تباهہ نہ ڪري ڇڏي!

هڪڙي ڏينهن هن پٽن کي پاڻ وٽ سڏيو. سندن آڏو ڪانين جي ڀري رکي چيائين، تہ "اوهان مان جيڪو هيءَ ڀَرِي ڀڃندو، اُن کي وڏو انعام ڏيندس." واري واري سان ٽنهي پُٽن ڏاڍا زور لاتا، پر ڀَرِي ڀڃي نہ سگهيا. پوءِ پيءُ پُٽن کي چيو تہ، "ڀَرِي کولي هڪ هڪ ڪاني ڪري ڀڃو" هر ڪنهن پُٽ هڪ هڪ ڪاني ڪٽي جهٽ ۾ ڀڃي ورتي. تَنهن تي پيءُ کين چيو تہ، "جيڪڏهن اوهان جو ٻہ پاڻ ۾ اتحاد هوندو، تہ ڪو ٻہ اوهان کي نقصان رسائي نہ سگهندو، پر جيڪڏهن اوهان اڪيلا اڪيلا هوندا، تہ پوءِ هر ڪو اوهان کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيندو." پُٽن کي پيءُ جي نصيحت ڏاڍي وڻي. هُنن پيءُ سان واعدو ڪيو تہ هو هاڻي پاڻ ۾ ايڪي ۾ اتحاد سان رهندا.

ٻارو! اسان جو دين اسلام ٻہ اسان کي اتحاد جي تلقين ٿو ڪري،

قرآن شريف ۾ حڪم آهي، تہ "الله جي رسيءَ کي مضبوطيءَ سان جهليو ۾ ٽولا ٽولا نہ ٿيو."

ٻارو! زندگيءَ جي هر وهنوار ۾ اتحاد جو عمل سمايل آهي. دنيا جو ڪوبہ ڪم اتحاد کان سواءِ ٿي نہ ٿو سگهي. راند جو ميدان هجي يا جنگ جو، حڪومت جو ڪاروبار هجي يا گهر جو، ٻني هجي يا ڪارخانو، هر هنڌ اتحاد جي ضرورت هوندي آهي.

راندیگرن ۾ ٻَڌي نہ هوندي، تہ راند ڪٽي نہ سگهندا. لشڪر ۾ اتحاد نہ هوندو، تہ جنگ جيتي نہ سگهندو. گهَر جي ڀاتين ۾ ايڪو نہ هوندو، تہ اهو گهر هلي نہ سگهندو. اتحاد سان پاڻ ۾ محبت پيدا ٿئي ٿي، اتحاد سان ئي هر مشڪل ڪم آسان ٿيو پوي.

ٻارو! ڪوبہ ملڪ ترقي تڏهن ئي ڪري سگهي ٿو، جڏهن اتي قومي ايڪو هوندو، اسان کي بہ پاڻ ۾ اتحاد سان رهڻ گهرجي، تہ جيئن اسان جو ملڪ پاڪستان ترقي ڪري سگهي.

# مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- دولتمند ماڻهوءَ کي ڪهڙا پُٽ هئا؟
2- اسان جو دينِ اسلام اسان کي ڇا جي تلقين ٿو ڪري؟
3- پاڪستان جي ترقيءَ لاءِ اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟

(ب) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| | |
|---|---|
| اتحاد | |
| پُٽ | |
| ڪٽي | |
| محبت | |
| آسان | |

(ج) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو:

| دولتمند | ايڪي | ٻڌي | ڀري | رسيءَ | ٽولا ٽولا | ڪٽي |
|---|---|---|---|---|---|---|

# دُعـــا

اسان کي، تون سائين، سدائين، خدايا!
ڪرم سان، اُپائين، نپائين، خدايا!

جيارين تون، مارين تون، آهين تون مالڪ،
تون ئي رزق سڀ کي، رسائين خدايا!

نہ مَٽ تنهنجو مولا، تون بي مثل آهين!
اسين تنهنجا ٻانها، تون سائين، خدايا!

ڏسين ٿو، پسين ٿو، تون هرجا، اسان کي،
تون شل واٽ پنهنجي، پسائين خدايا!

ڪريون علم حاصل، چڱو ڪر اسان کي،
جوانيءَ کان پيريءَ تائين، خدايا!

ڪريون تنهنجي در تي ٿا هي عرض سائين!
ڪڪر شل ڪرم جو، وسائين خدايا!

# مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1- اسان کي رزق ڪير ٿو رسائي؟
2- اسين ڪنهن جي در تي عرض ٿا ڪريون؟

**(ب) هيٺين لفظن جا ضد لکو:**

| اسان | |
|---|---|
| مارين | |
| ٻانهـا | |
| چڱو | |
| پيري | |

**(ج) "سدائين" ۽ "نپائين" هم آواز لفظ آهن: اوهين نظم مان اهڙا ٻيا هم آواز لفظ ڳولي لکو:**

**(د) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو:**

○ ------------------------------------ تون بي مثل آهين!
------------------------------------- تون سائين، خدايا!

○ ڏسين ٿو، پسين ٿو، ----------------------------------
تون شل واٽ پنهنجي، -------------------------------

**(هه) هيٺين لفظن جا واحد يا جمع لکو:**

ٻانهـا – اسين – تون – واٽ